## هلندڙ بحث —— [سماجواد ۽ سنڌي ليکڪ] —— هريش واسواڻي

سماجواد ڇا آهي؟ مونکي خبر آهي ته مان اهو چئي بي شمار متن ۽ انهجي اختلافن کي نيڊب ٿو ڏيان. جيڪي انکي ڀهشت ٿا سڏين، انهلاءِ مونکي شرڌا آهي پر پوءِ اهي شايد اهو ٻڌائڻ ۾ اسمرٿ هوندا ته ڀهشت خود ڇا آهي. جيڪي انکي غلاميءَ جي سونهري زنجير ٿا سمجهن، انهلاءِ مونکي همدردي آهي پر مونکي پڪ آهي انهن مان هرڪنهن وٽ آزاديءَ جي پنهنجي پنهنجي معني آهي. سماجواد ڪنهن خاص قسم جي سماج جو خاڪو ڀلي هجي، انجي پوري تصوير ڪانهي. ها، اهو ڪنهن قسم جي سڌانتن جي پوري تصوير آهي، جيتوڻيڪ انهنجو خاڪو ڪونهي. جي لفظي ڇڪتاڻ کي معاف ڪيو وڃي ته مان چوندس ته دنيا جي ڪا به سماج غير سماجوادي ڪانهي. (سماج ۽ غير سماج-وادي!) ويڪتيواد (انفراديت) جي به اها دعويٰ آهي ته هو هر شخص جي ترقي ۽ خوشحالي ٿو چاهي. ان ڏس ۾ اهو ٻڌائڻ شايد ضروري ٿئي ته سماج شخصن جوئي مجموعو آهي. فرق مقصد جو ڪونهي، واهڻ جو آهي. لاشڪ ان واهڻ جي روپ ۾ سماجواد وٽ پنهنجو هڪ نظريو آهي، نوع ۽ انجو هڪ عملي طرف به آهي؛ اهي سڀ کي قدر انقلابي به آهن پر صرف انڪريئي اهو نظريو، اهو نوع ۽ انجو عملي جزو انساني زندگيءَ جي ڪا حد نتا ڦٽجي وڃن. سماجواد کي آخرين حد قبولڻ خود سماجواد جي بنيادي اصولن سان بي انصافي ڪرڻ آهي. جو مادي جدوجهد جو وگياني سڌانت، انجو هڪ مول متو آهي. سچ ته سماجواد انهيءَ سڌانت کي اپدائي اتهاس جي ڪيترن ٻرراز ٻردن ڪسي بي نقاب ڪيو آهي، سماج جي سمجهڻ کي سمجهڻ لاءِ سماجواد هڪ بي پاڪ اصولي سرشتو ڏنو آهي، انهم به ڪو شڪ ڪونه آهي. انجو ٻرانو جيڪڏهين سماجواد ڪانسواءِ ٿي سگهيٿو، ته اسانکي رنج نه هئڻ گهرجي. پر جي ان ٻرائي لاءِ اسانکي سماجوادي دور مان لازمي طور گذرڻو پوي، ته به اسانکي هڪ نه هئڻ گهرجي ۽ اهو مقصد آهي انسانيت ۽ انساني قدرن جي زندگي.

آزمودي اسانکي ٻڌايو آهي ته مارڪس کان وٺي اڄ تائين خود سماجواد جي عمل انجي ڪيترن بنيادي سڌانتن جي اڳيان سوال جون نشانيون لڳايون آهن. مثلا "لوڪشاهي" جنهن کي مارڪس ۽ لينن اوربيا ڇال ڪري سڏيو، اڄ اسين انجي جڳهه تي سماجوادي لوڪشاهي جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا آهيون.

مان نوجوان جي هڪ وقت ايمانداريءَ سان سماجوادي لوڪشاهي جو سدانت کي قبول ڪري نه ورتي ته سماجواد خلاف ڪيترن الزامن مان ڇوٽڪارو ملي نه ويو. در اصل، جڏهن وقت سماجواد هر ڪنهن کي روٽي روزي ڏيڻ جي ڳالهه ٿو ڪري، انوقت ته اسين انسان اتفاق راءِ آهيون، پر جڏهن هو هر ڪنهن کي صرف روٽي روزي ڏيڻ جي ڳالهه ٿو ڪري، تڏهن ئي اسانجو اختلاف شروع ٿو ٿئي. سماجوادين جو به اقرار آهي ته سماجوادي ملڪن جي وجود پونجيواد کي ٺوڪر هڻي سجاڳ ڪري ڇڏيو آهي. ۽ پونجيواد پنهنجي بچاءَ لاءِ اهڙا طريقا اختيار ڪيا آهن، جنجي ڪلپنا مارڪس به ڪانه ڪئي هئي. اڄ، پونجيواد لوڪشاهي ۽ لوڪ ڪلياڻ راڄيه (حڪومت) جو اهو زره بکتر اوڍي ورتو آهي جنهن تي سماجواد جي تيرن جو ڪو به اثر ڪونه ٿو ٿئي. سماجوادي "سمانتا" جي نعري جي مقابلي ۾ پونجيواد "سنتنترتا" جو نعرو پيش ڪيو آهي جنهن ۾ عام کي اپيل ڪرڻ جي طاقت ڪي قدر سرس آهي. ازانسواءِ مارڪس "راڄيه" جهڙي سنستا جي ختم ٿي وڃڻ جي اڳڪٿي به ڪئي هئي. (پر پر ساميواد اچڻ کانپوءِ - ڪڏهن ايندو؟) پر "راڄيه" جهڙي سنستا جي ضرورت اڄ وڌ ۾ وڌ سماجوادي ملڪن کي آهي. بلڪ هاڻ ته هو سامراجوادي به ٿيڻ لڳا آهن. (چيني پائرن جي ڳالهه نه ٿو ڪريان)

روحانيت ۽ ماديت جي تضاد جو بيان به ڪيو ويندو آهي، اڪثر، سماجواد جي حوالي سان. پر مون لاءِ اهو ورد نقلي آهي. پدارٿ (مادو) ۽ چيتن (شعور) ٻئي هن مادي دنيا جا انگ آهن. انسان جي جڙت پڻ هن ئي مان ٿيل آهي. پدارٿ جي ڪا وگياني وصف، هونئن مان ڏيئي به سگهان پر چيتنا جي ڪا وگياني وصف ڏيڻ مون لاءِ مشڪل ٿيندو. ته به چيتنا کي پنهنجو هڪ وجود آهي. اهو مڃڻ کانپوءِ به ته ايشور انسان جي ئي پيدائش آهي. روحانيت مونکي ريگستان جي مرگهه ترشنا ڪانه ٿي لڳي ۽ نه ئي ڏم کي آفيم ڇوڙڻ جو اتساهه پيدا ٿو ٿئيم. مونکي ته روحانيت ۽ ماديت هڪ ٻئي جون پورائو ٿيون لڳن، بجاءِ ورودي لڳڻ جي. جيڪي اهو ٿا سوچين ته انسان کي روٽي روزيءَ ڪانپوءِ ڏک جي چنتا ڪرڻ جي ڪا ضرورت ئي ڪانه رهندي، اهي زندگيءَ جو اڌورو چتر پيش ٿا ڪن. جنجو وري اهو خيال آهي ڏک سک جي احساس ۽ روٽي روزيءَ جي ڪا اهميت ئي ڪانهي، اهي هڪ وهم کي جنم ٿا ڏين. ٻئي سچ آهن، پنهنجي پنهنجي هنڌ ضروري به. فرق صرف ايترو آهي، جو جنهن وقت هٿ ۾ گل آهي، انوقت روٽيءَ ۾ سونهن نظر ڪانه ٿي اچي ۽

جنهن وقت هٿ ۾ روٽي ڪانهي، ان وقت گل جي سوالن ۽ ٽڪي ٽي لي وڃي. کين چنڊ جي ورونڌي آهن، پر اُهو نه آهن ڇا؟

هاڻي ساهت ۽ سماجواد جو سمبنڌ ڏي وٺو. ڀارتي اوهين اهو مڃو ٿا ته، ته اهي ٻئي الڳ الڳ آهن. هر وڏي جي گهڻڪي گهڻن سمائن جو ٿي صد ڪري اوهين نه مان چوندس سماجواد کي ساهت ٻڌائي نه پيش ڪري سگهجي ٿو، پر ساهت کي سماجواد ٻڌائي پيش نٿو ڪري سگهجي. پهرين ٿي ڪانه ٿي پيدا ٿئي، جڏهن ساهتڪار سماجواد کي نظريو ٿو ٻڌائي، ٻيو ٿي پيدا ٿئي جڏهن ساهتڪار سماجواد کي هڪ نظر ٿو ٻڌائي. سماجواد زندگيءَ جو انگ آهي، زندگي ڪانهي. ساهت زندگي آهي يا زندگيءَ جو آئينو، جنهن ۾ پوري زندگيءَ کي ڏسي سگهجي ٿو. انڪري ساهت جي کيتر ۾ سماجواد جي مقصد جي ليڪ ڪانه ٿي ڪيڏي سگهجي. سماجواد جون سڀ ڪمزوريون انساني فطرت ۾ لڪل آهن. ساڳئي وقت سماجواد جي تمام سٺاين جو ٻڌو به انساني فطرت ۾ ئي موجود آهي. ساهت انساني فطرت سان جيترو وابسته آهي، اوترو سماجواد سان نه. دنيا ۾ جيئڻ جا اوترائي طريقا آهن، جيتريون خود زندگيون آهن، انهنڪي هڪ ڏاڪي ۾ ٻڌي نٿو سگهجي. هڪ ڏاڪو ساهت لاءِ خطرو آهي. انجو مطلب اهو ڪونهي ته ساهتڪار کي ظلم ۽ ستم قبول ڪرڻ گهرجي. بلڪل نه. پر کيس ائين ڪرڻ يا نه ڪرڻ لاءِ مجبور نٿو ڪري سگهجي. ضرور ڪونهي ته پکي جنهن وقت ڳائي، انهي وقت آکيرو ۽ جوڙي، جيتوڻيڪ آکيرو جوڙڻ هر پکيءَ جو ڌرم آهي. وري جي اتفاقا ڪنهن پکيءَ جو آکيرو جڙيل ڪونهي، ته صرف انڪري کيس ڳائڻ کان منع نٿي ڪري سگهجي. جيڪڏهن ڪو ساهتڪار سماجواد کي اپنائي ٿو ته انهيءَ ڪا به اعتراض جوڳي ڳالهه ڪانهي. ٺيڪ اهڙي نموني جيڪڏهن سماجواد کي ڪو نه ٿو اپنائي ته به اعتراض جي ڪا ڳالهه نه هئڻ گهرجي. ادبي پرک ڪرڻ وقت اهو ڏسڻ اهميت وارو ڪونهي ته رچنا ۾ سماجواد ڪيترو آهي پر ان سوال جي اهميت آهي ته جيڪو ڪجهه آهي، اهو ڪيتري قدر "ساهتڪ" آهي.

پر ساهتڪ ڇا آهي؟ اهو ئي جيڪو "اساهتڪ" (غير ادب) ڪونهي. اها ڳالهه اوهانکي شايد ئي پسند اچي. "ساهت" کي ماڻڻ ڪا اهڙو (سچ ته ساهت ماڻڻ جي چيز آهي) جي ڪو ٻڌو سماجوادي ٻڌو، يا ڪوئي ويڪتيوادي، يا ڪوئي ٻيو ڪي ڪان ٻاري ٿو رهي ته، هر حالت ۾ ڇٽو ساهت "سرجڻ" (تخليق) ڪيو. ساهت ته ٻل ٻل جو سنسڪار آهي. انجي جوڙ مان ڪنهن شخص جو ڪهڙو روپ ٿو جڙي، انجو مدار صرف ساهت تي نه، ان

شخص لئي به آهي. هاڻ ساهت جون ٻنڌڻون ڪي مريادائون آهن. جيڪڏهن ڪو ساهتڪار سماجواد جي سائي ۾ اهي مريادائون ٽوڙي "اساهتڪ" ٿو ٿئي پوي ته ادبي عدالت ۾ ملزم آهي. پر جي سماجواد جي ڏور پڪڙي، اهي مريادائون اورانگهي ته هو "ساهتڪ" ٿيو ٿو رهي ته هو شاباس جو لائق آهي جو ان حالت ۾ چئبو ته هن ساهتڪ مريادائن جو وستار ڪيو، ڇا ڪي نيون مريادائون جوڙيائين. هر حالت ۾ ڪسوٽي "ساهتڪتا" (ادبيت) آهي، سماجواد نه آهي.

ان هوندي به مان مڃان ٿو ته ساهت جو هڪ تخليقي پهلو آهي. سماجواد سان نه سهي، سماج سان انجو گهرو تعلق آهي. برابر، ڪلا بنيادي طور ڪلاڪار جي آتم سنتوش جو ساڌن آهي. پر ڪڏهن جو ڪلاڪار هجڻ يا نه هجڻ شخص جي ٻنڌڻي اقبال سان گڏ سماج جي مقبوليت جي پيدائش هوندو آهي. ائين ته هر پاڳل کي ڪلاڪار هجڻ جو وهم هوندو آهي، پر انڪري هن کي ڪلاڪار نٿو چئي سگهجي. مان ٿو چوان ڪڏهن به ڪلاڪار کي- چاهي اهو ڪيترو به ويڪتيوادي (انفرادي) چوڻ هجي- جي سماج ڪلاڪار جي روپ ۾ قبول ٿو ڪري ته پڪ سمجهو هن سماج کي ڪونه ڪو فيض ضرور رسايو هوندو. ڀلي اهو فيض صرف آنند جي روپ ۾ چونه هجي. آنند- ها آنند- کي ڏيئي سگهڻ جي قوت ڇا خود ۾ گهٽ وسعت آهي؟ اسانجي ڪل ملائي ڪوشش آهي ڇا لاءِ؟ پر ساڳئي وقت اهو ياد ڪرڻ گهرجي ته ڪلا ڪڏهن جي ڄڙي ڪونهي جو هڪ هڪ دفعو چوسي ڦٽو ڪجي. پر انجو آنند آڪاش گنگا جي ڪا امرت ڌارا آهي، جا اڄانڪ ڪٿان وچـي نڪرندي. آنند، برابر من جي ڪريا آهي، پر حالتن جي تاثرات جي ميلاپ مان پيدا ٿئي ٿو. آنند لاءِ من جو هجڻ جيترو ضروري آهي، اوترو ئي ضروري آهي ڪڏهن تندرست رد- عمل کي پيدا ڪرڻ واري ڪڏهن حالت جو. حالتن جو صحيح جائزو يا جانچ لاءِ صحيح حالتون ٿئي ساهتڪار کان هڪ نازڪ ذميواريءَ جو جذبو گهري ٿا وٺن. ساهتڪار کي سوتنتر (آزاد) چوڻ جي هٻڇ ته مونکي به آهي، پر انکي ڇڙواڳ ڪير ڪوٺيندو؟ ان نقطي تي پهچڻ کانپوءِ هڪ اهڙي حالت پيدا ٿي ٿي وڃي جتي اسين ساهتڪار کان سڌس شخص، سماج ۽ ساهت طرف ايماندار هجڻ جي اميد ڪرڻ ٿا لڳون ۽ جي خوشقسمتيءَ سان اها اميد ڪئي ارصواب نيندي نظر اچي ته سمجهڻ کپي سماجواد نسبت اسانجي هن بحث جي حد ۾ اچي وڃي آهي.

**نوٽ:-** بحث ۾ ڀاڳ وٺندڙن کي عرض آهي ته مختصر نين ۽ بحث جي سري سان نباهين. (سمپادڪ)